اُني خاڪ مان جت خلائق پرهڻ

رکي منهنجو پرد و روائي محمد

ٿئج ڪيم هرگز تون دلگير "صالح"

جو ستّار آهي خدائي محمد

٣٧ مرحوم مخدوم احمدعلي عرف مخدوم غلام الرسول صاحب (٢٩ جماد الاول ١٣٠١ هه - شعبان ١٣٥٧ هه) خلف مخدوم نبي بخش عرف پنيلڊ صاحب مخدوم نوح عليہ الرحمة جي اؤلاد مان هڪ قابل ۽ عاقل بزرگ ٿي گذريو آهي.

ڪا گهڙي مون وت گذار- ڇڏ وڃڻ جون يار وايون

١- دمبدم دل جان ۾ تنهنجي اثر پرتئون هڪار
آهيان اصلئون اوهانجي چوله لڏيومڻي جي سار
هڻن ۽ گهر جن هي جدايون ...... ڪ

٢- اچ پرين- هر وقت مونکي آهه تنهنجو انتظار
ڪابہ ساعت صبر ناهي بيقراري بار بار
پوون بچايو بره باهيون ...... ڪا

٣- جي سڄڻ تون حال منهنجو تو سان ڪريان آشڪار
ڳچه، الدر جون ڳالهڙيون هنئڙي ۾ آهن لک هزار
سي ۽ مان توکي سڻايون ...... ڪا

٤- آهه محبس جنجي من ۾ سي مڙئي منجهہ اضطرار
ان سان ڪل "احمدعلي" آ تنهنجي در اميدوار
آ ۽ توڙه اکڙيون اڃايون ...... ڪا

٢١ حاجي پير و محمد صاحب الصاري "سائل" (ولادت ١٠ ذوالحج عيد رات ١٣٠١هه) روز نامه الوحيد جو خاص معاون قوم جو خدمتگار شاعر آهي سندس شعر قوم جي صلاح ۽ فلاح ناسواءِ ڪنهن ٻه لغوي ۽ مجازي موضوع تي چيل نه آهي.

حمد جو لائق هميشه صانع افلاڪ آهه
جنهن عطا انسان کي ڪيو علم ۽ ادراڪ آهه
شان آهي انجو اعليٰ بادشاهي تي بلند
ذات انجي تي وڏي ۽ ذات انجي پاڪ آهه
پاڪ بالطهار آهي سار سڀ جي تو لهي
نر منان ماڻهن وڏي پرور چڱي پوشاڪ آهه
جيڪي آ دنيا ومافيها ۾ سو انجو سيڱي
ان جي سڀ آهي عنايت انجي سڀ املاڪ آهه
ان محمّد کي مڪو رحمت جهانن جي ڪري
عرش توڙي فرش تي هر جاءِ هنجي هاڪ آهه
سيدالثقلين جو انکي ڏلڻين سهڻو لقب
سرور ڪونين سيد صاحب لوڪ آهه
انجي مسجد پاڪ ۾ جنهن پاڪ روضي کي ڏٺو
سو جدائيءَ ۾ هميشه غمزده غمناڪ آهه
ذڪر انجو قلب جي قوّت ۽ راحت روح جي
هجر ۾ دل درد واري اڪ سدا نمناڪ آهه

پر نور سائل چالين ڪيما ۽ سيما

بيما بجڪي چون سا انجي در جي حاڪ آءِ

٢٩ مخدوم محمد احمد عرف مخدوم غلام محي الدين صاحب مجرل ولد مخدوم نبي بخش عرف پيلڙ صاحب ولادت ١٤ ذيقعده ١٣٠۴ھ) مخدوم نوح عليہ الرحمة جي اولاد مان نهايت خوش مزاج ۽ سخي الطبع انسان آهي.

ڏينهن رات ڏک ڏکيءَ سان بيحد ڪئي بيقراري
احمد عجيب عربي لهه سڌ سڄڻ تون ساري
١- سردار هڪ ٻه ساعت مشڪل نظر اچيٿي
فرقت ڪئو حال هيڻون ۽ ٻرهه ٻاهه ٻاري
٢- غمناڪ جو نه غم ٻر غمخوار تو سوا ٻيو
يا مير مڪي مدني توري لهه بي ڪا تاري
٣- ڪؤن و مڪان جا مالڪ چائنت ڇماء پنهنجي
اميدوار عاجز جي جلد ٿئي تياري

۴- يا سيدا هيءَ سائل "محمد احمد" تو در
تنهنجي ٻرين پيارا ڪر جلد پرتواري

٣٠ مرحوم شيخ عبدالعزيز صاحب "عزيز" (ولادت ٥ جنوري ١٨٨٧ع) زميندار ۽ تعليم ڪالي ٻر قابل سپروائيزر هو ترينگ ڪاليج جا ٿئي سال پاس ڪ هوائين نهايت لائق، حسن اخلاق ۽ هندو مسلم اتحاد جو حامي هو شمس الدين صاحب "بلبل" ۽ غلام سرو

صاحب "قادري" سنڌ جا مشهور شاعر ۽ دلي دوست
هوا. ١٩١١ع ۾ نوجوانيءَ ۾ ني هڪ فرزند ارجمند مياں
عبدالهادي صاحب کي پٺيان ڇڏي ويا جو ھ محڪم
تعليم ۾ ماستر آهي.

-ڪابل آ سدا سرتيون سڄڻ جي لاءِ سودائي
وهڻ وهه ٿيو ولهيءَ جو هيءَ ويس اڄ بند ٿي وائي
(١) سپرين کي سچائي سان سدائين ساه ٿو ساري
غلامن سان صبر سائين ڪرڻ گهر جي سباجهائي
(٢) مرڻ بهتر مٺا پاليان جدائيءَ ۽ جفائيءَ کان
غمن سورن سندي سرتي پري اڄ اوچتي آئي
(٣) اول محبت ڏئو محبا ۽ پو هنڊو ڪيو حيران
عجائب رمز سان راڪل مٺيءَ سان لنئو اڻئي لائي
(٤) پيارن جي جدائيءَ کان برا اڄ حال ٿيا منهنجا
ڏسي ڇورو ڇڏيو سنگتين ڏکن ۾ نا رهيو پائي
(٥) پيارا يار ۽ مائٽ ڏسي مفلس پڳا هيءَ هيءَ
نه واحد ري سڄڻ ٿي اڄ "عزيزا" واه ٻي ڪائي

( ٢ )

ناز نا نازڪ وڻن دلدار ۽ غمخوار جا
پور نا پلپل پون منهنجي مٺي مختار جا
- دل لماٽي درد واري اڄ ڪري ٿي هاءِ هاءِ
ياد پيا اقرار ۽ وعدا سندم سالار جا
- گل گلابي- چشم جادو- قد صنوبر يار جو
ڏسڻ سي دلبند ۽ گلقند ليها يار جا

۳- نازنين جا ناز ۽ انداز سهڻا اچ ڏسي
رشڪ ٿا معشوق ڪن خود ڪابل و قندار جا
۴- محب لي عاشق ٿيو اچ جان ۽ دل سان عزيز
ٿا وٺن اطوار سڀ ڪي سونهن جي سردار جا

۳۱ الحاج قاضي سليم الدين اڙو خلف مرحوم قاضي علي محمد صاحب ”خاڪ“ مصنف ڪتاب هذا جو مرحوم والد ماجد نهايت خليق ۽ فرشته صفت انسان ٿي گذريو آهي. صاحب موصوف ڪو زمانو ڪتب فروش هو جو شاهي بازار ۾ هڪ بارونق دڪان هوس ان کان بعد هالن نون ۾ مسلم سڪول جو بنياد وڌائين جو پوءِ آخوند عبدالرحمان صاحب ”احقر“ جي حوالي ڪري پاڻ ۱۹۱۵ع ۾ لوڪلبورڊ سڪول ۾ ماستر رهيو ۽ ۱۹۲۲ع ۾ ۳۲ ورهين جو ٿي ٻن فرزندن ۽ نياڻين کي يتيم ڇڏي عازم ملڪ عدم ٿيو.

اي صبا! وڃ يار يڪدل جي اڳيان فرياد ڪر
باغبان! منهنجو چمن ويران آ، آباد ڪر
۱- دام ۾ ورتل پکيءَ کي قوت ڏي يا کهه ڪٺي
يا ته اي صياد! هن پڃري منجهان آزاد ڪر
۲- سور هڏهي ساليءَ ٿي درد کي پنهان رکسان
پر اندر آزار کان آئنو جوڪي فرياد ڪر
۳- يار مڪتب جي اندر مان وات لي واعون ڏسان
اي معلم! مڻا ٿوڙي محبوب کي آزاد ڪر

۴- داغ کان هجرت جي ڏيئي هار ۾ ڏنجون رت ٿي روئان
ساهه جا سينگار هي سينه سندم اڄ شاد ڪر

۵- داد جو طالب "سليم الدين" ناهي، يا خدا!
تون رحيم آهين ڪو پنهنجي فضل جو ارشاد ڪر

۲۳ مولوي هدايت الله صاحب "هدايت" خلف مرحوم حاجي محمد حسن صاحب (۲۱ شعبان ۱۳۱۰هه) جو ۲۱ سالن کان ڪراچيءَ ۾ سڪونت پذير آهي سندي ارسي ۽ عربيءَ ۾ صرف نحو منطق لغت فقه حديث يراث طب وغيره علمن ۾ ڏهه سؤ کن قريب قلمي سخ تاليف ڪيل اٿس سندس شعر سنڌي اردو فارسي ڍهڪي مڪرانيءَ کان سواءِ عربي زبان ۾ بہ چيل هي جنهن ۾ هر قسم جا نظم ۽ مضمون آهن خصوصاً اه ڀٽائيءَ جي رسالي جو فارسي ۾ منظوم ترجمون ثنويءَ جي طرز تي شعر بہ شعر بہ لحاظ معنيٰ سندس قابل داد تصنيف آهي. ان کان سواءِ شاهه جي رساله و شرح مدلل بہ قرآن احاديث واشعار قدما، صاحب ساله جي سوانح سندس رساله مان ئي ثابت ڪيل ۽ جي لغت بہ سندس ئي تاليف آهي.

## نمونہ فارسي

سوما! جانب کويش گذر کن
بگو آن نازنين شمشاد مارا

به اشرفیی قدیمی آن زمانی
بگردان شاد دل ناشاد ما را

به یاران کرامتهائی فضلت
بکن آباد غیر آباد ما را

شدم محبوس در قید مصائب
ازان بندم بکن آزاد ما را

مغیث خود نمی دانم بجز تو
بدرگاهت بود فریاد ما را

ز اعدائی زمان مظلوم گشتم
رسد از بارگاهت داد ما را

## نیرنگی قدرت

دو دیدن ز کج چشمی ما بود
بهر رنگ یک رنگ مولا بود

ز بی رنگ هر رنگ پیدا بود
به نیرنگ یک رنگ اعلی بود

به نیرنگی آن رنگ واحد پدید
ز صد رنگ یکتا هویدا بود

به این رنگ نیرنگها مستتر
ز این رنگ [illegible] بود

[illegible] آشنا بود
در آشنا [illegible] بود

٤- آهي الهه بخش الله اندر ۾
محبت سان ڏس من جي مندر ۾ — دل ۾ ڪر ديدار

## ديگر

ٽل- ڪر تون قرب ڪمال همت ڪر پنهنجو خيال
١- خالص رک تون خيال خدائي
جالب سان تون ڪر نه جدائي — واجب آهي وصال
٢- پاڻ سڃاڻي پاڻ ۾ پس تون
ڏيه ڏسڻ جو ڏوري ڏس تون — حسن حقيقي حال
٣- ذات صفت ۾ آهين ذاتي
پاءِ ڊوني الستي جهالي — دم جي ڪيڏ ڏمال
٤- آهي الهه بخش مام ملڻ جي
سالڪ تي سڪ سمجهه سڪڻ جي — ان رنگ ۾ رهه بحال

٣٤ آخوند محمد بچل صاحب ولد آخوند نور محمد صاحب ساوڙي عقيلي هالن پراڻن جو ساڪن ٿي گذريو آهي سندس ڪلام ناياب آهي جو سندس پوين وٽ ٿورو موجود آهي.

## ڪافي دو قافيه

ٽل- منهنجي دلڙي الي هل تون جتي ديدار دلبر جو
١- خولي پئي لهڻ سر سيفي — خمار بل خواب جا ڪيفي
هٿي تو ارت لا ڪوفي — سجڻ سالار لشڪر جو
٢- سندم ڪيهراج سجڻ آيو — لئو ڏک ڏوه ڏولاءَ
ايو روشن جهان سارو — عجب اسرار الود جو

٣- ”ڦل“ سر جو مرڪب آهي جنهن معهوب آئي ڪاهو
له رڪ لسن جو ٻهو رايو ٻسي جهلڪار هنجر جو

٣٥ قاضي احمد خان ”شيدا“ خلف مرحوم قاضي عبدالرؤف (ولادت ۴ اپريل ۱۹۰۰ع) مخدوم محمد اسماعيل صاحب رضه جي اولاد مان تعليم ڪاله ۾ هڪ مهمني ماستر افسانه نگار، ناول نويس ۽ شاعر آهي سندس شعر محض عاشقانه ڇول آهي.

پيارا ٻيو ڀن پريتم توکي پياز ناهي
الفت ڳنان مڙني لهه هي دل تيار ناهي

١- فرقت ۾ گل جي آهي ناله فغان بلبل
اڪيرن سڙن ٽيون باغن ۾ اڄ بهار ناهي
٢- گل ويو ڇڏي اسانکي بلبل ڪري ويو ٻيڪس
جا روز شب رڙي ٿي جو گلعذار ناهي
٣- دل دام ۾ اچي وئي ڪل ڪايه ڪاله ٻئي
الفت اڳيان عقل کي ڪو اختيار ناهي
٤- هي ناز حسن بيجا هت ڪم نه ايند و ڪنهنکي
هي حسن آه فاني ڪو پائدار ناهي
٥- آخر ۾ يار کي مون هٿن ٿي چيو مخاطب
سهڻن سندي سخن تي ڪو اعتبار ناهي
٦- باغ جهان الفت ۾ عندليب شيدا
اهڙو ڪو گل نه آهي جنهن ۾ ڪو خار ناهي

٥٦

٢- جڏهن احقر ڏسان عرفات ۽ مڪو مدينو پڻ
ڇاڙيءِ قرب ڪاهي سان لڏائبج يا خداوندا

رباعي

قلب مان ڪينو ڪڍي هڪ ٿي وڃو هر حال ۾
صاف ڪر سينو ڪريو اتفاق جي اعمال ۾
وقت ويندڙ کان احقر تي سگهي واپس ڪڍهن
کڻ وڃايو تا تنهن کي مفت قيل و قال ۾

٣٧ خليفه حاجي مير محمد صاحب مادح خلف خليفه حاجي عبدالرحمان صاحب (ولادت ١٠ رمضان ١٣٢١هه) هڪ نوجوان مولوي ۽ خوش طبع شاعر آهي ڪپڙي جي تجارت سندس ذريعه معاش آهي سندس گهڻو شعر اصلاح امت ۽ مدح رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم ۾ چيل آهي.

نسخه بسم الله

ورد بسم الله آهي ابتدا جي واسطي
ملڪ برڪت آه ان ۾ انتها جي واسطي

١- ڪاميابي ڪلّ ڪم جي آه بسم الله سان
ايءُ عجب نسخو نهايت هر بلا جي واسطي

٢- هر مطالب هر مقاصد جي ميسر لئه مدام
هر قسم جي ڪامرانيءَ ۽ عطا جي واسطي

٣- دافع الامراض والاغراض حلّ المشڪلات

## مومن جي دعا

مان نه چاهيان تو کان دولت ڏي مونکي
نيڪ خصلت نيڪ عادت ڏي مونکي
شوڪت دنيا جو طالب ڪين مان
امر دين ۾ استقامت ڏي مونکي
خوش رهي دنيا سندم اخلاق کان
يا الاهي سا طبيعت ڏي مونکي
نفس سرڪش کان وڃان دبجي نه مان
اهڙي طاقت ۽ همت ڏي مونکي
بخش ڪر منهنجون خطائون اي ڪريم
زور ۽ توفيق عبادت ڏي مونکي
مان نه آهيان طالب نام و نمود
هان مگر شوق شهادت ڏي مونکي
خوش رهان هر حال ۾ پروردگار
دولت صبر و قناعت ڏي مونکي

## تعليم نسوان (اختصار)

هاء اي خاتون مشرق واء اي پابند غم
جهل کان تنهنجي نه ڪنهن افسوس ۾ عالم تباه
ڪنهن و دلسوز تنهنجي درد جو افسانه آه
علم مردن کي ملي زالن ڪنو ڪهڙو گناه

## نا اميدي

نا اميدي نا پسند نادان نہ ڪر
نا اميديءَ ۾ تون دل نالان نہ ڪر
نا اميدي سولهن آ اميد جي
ان مٿي نااميدو انسان نہ ڪر
پنهنجي ناڪاميءَ ۾ تون ۾ ماندو
چشم گريان سينہ بريان نہ ڪر
ڏس الم نشرح ڪيئي قرآن ۾
ڏک پٺيان سک آهہ ڪجهہ ارمان نہ ڪر
رهہ رضا ۾ ۽ صبر تون نا ٿير
لب شڪايت جو ڪڏهن جنبان نہ ڪر
لازم و ملزوم آهن رنج و گنج
عيش جو دنيا ۾ ڪڏ سامان نہ ڪر
ڪر ڪمان اهڙيءَ جي مقصد مولوي
تون حصول حور ۽ غلمان نہ ڪر
نا اميديءَ ۾ نہ تون آنسو وهاءِ
صبر ۽ غوغا فدا يڪسان نہ ڪر

۳۴۹ مرحوم محترم قائم الدين صاحب ولد ميان لطفعلي [illegible] اتو جو مخدوم محمد اسماعيل صاحب [illegible] وارث [illegible] اولاد مان هيڪ ڏهين ۾ [illegible] مختصر [illegible] آهي . [illegible] ۾ [illegible] ۽ [illegible] ۴ شعبان ۱۳۵۲ھ

۴۲ ورهين جو ٿي راهي الا آهو.

## جلوهٔ خدا

تنهنجو جلوه سحر ۾ ۽ شام ۾
تنهنجو ذڪر خاص ۽ عام ۾
تنهنجو نور هر ڪنهن گام ۾
تنهنجو حسن مئي ۽ جام ۾
تنهنجو آ جمال ضوفگن هر ڪائنات و نبات ۾

خزان ۾ تون ۽ بهار ۾
هر گل ۾ تون ۽ خار ۾
آهين تون ليل و نهار ۾
هوا ۾ تون ۽ غبار ۾
تنهنجو آ جمال ضوفگن هر ڪائنات و نبات ۾

آهين زمين ۽ جبال ۾
آهين جنوب ۽ شمال ۾
آهين طلوع ۽ زوال ۾
آهين هلال ۽ ڪمال ۾
تنهنجو آ جمال ضوفگن هر ڪائنات و نبات ۾

آهين تون صبح ۽ رات ۾
آهين حيات و ممات ۾
آهين جماد ۽ نبات ۾
آهين جهان جي ثبات ۾

تنهنجو آ جمال غوطگن هر ڪائنات ۽ نبات ۾

آهين تون باغ ۽ ڏل ۾ لڪون
سوجهي ۾ ۽ ڪاڪل ۾ لڪون
آهين آفتاب ۽ ظل ۾ لڪون
دريا ۾ لڪون ۽ ڪل ۾ لڪون
تنهنجو آ جمال غوطگن هر ڪائنات ۽ نبات ۾

ابد ۾ لڪون ۽ ازل ۾ لڪون
چمن ۾ لڪون ۽ جهنگل ۾ لڪون
هر پتي پتي ۽ گل ۾ لڪون
”قائم الدين“ جي دل ۾ تون
تنهنجو آ جمال غوطگن هر ڪائنات ۽ نبات ۾

۶. محترم الهه بچايو خان وفا ولد مرحوم ميان محمد جمن گاجڻي هڪ نوجوان محنتي شاعر ۽ قابل درزي هالا ميونسپل ڪائونسلر آهي. سندس هڪ سي حرفي رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جي تعريف ۽ توصيف ۾ پيل آهي جا جاءِ جي تنگيءَ سبب هت آڻي نه سگهيو آهيان.

قادر ڪريم قائم بي سڀ ذات زوال
وحدهٗ لا شريڪ لهٗ بيشڪ بي مثال
سبحان الذي بيده امر حق ثابت بحال
دنيا بي ڪل ڏالهه، باقي سائي بارگاه

# غزل

چانڊو محمد مصطفيٰ فخر اول آخر نبي
ختم الرّسل خير الوريٰ احسن امين اطهر نبي

۱- لولاڪ لمّا جي لقب خلقٍ عظيمٍ سان عجب
عالم الصدر عالي نسب آيو اسان آڏر نبي

۲- طٰهٰ و يٰسٓ انّما ثابت صحيح سنديس ثنا
سڀڪو چوي صلّو عليٰ صدها متي سرور نبي

۳- شاهِ زمان شافع امم اوچو سندو عرب و عجم
نابود ٿي زوري ظلم اظهر ٿيو انور نبي

۴- سلطان انس و جان جو محبوب رب رحمان جو
بي مثل انجي شان جو بي مثل منجهه مظهر نبي

۵- هر دم وفا جي هيءَ صدا آسان عسر لئي احمدا
مطلب ملن مون من سندا ديدار ڏي هيڪر نبي

**۱۴ محمد يعقوب** صاحب **جليس** ولد مرحوم حڪيم محمد يوسف صاحب ٺٽو (۱۲ سيپٽمبر ۱۹۱۲ع) هڪ نوجوان - خوش طبع شاعر - محڪمه روينيو ۾ ملازم مصنف حور وفا، انتقام، انجام زندگي، جام شهادت ۽ ڪربلا ۽ لعل بادشاه جو فتح نامو جي. انهن مان ڪي اڃا غير مطبوع آهن.

سائين الاهي رسالا احمدي نور الهادي خوش نويس، ڪراچي ضلع ۾ هڪ با رسوخ ثبدار آهي.

اي سڄڻ ساري خدائي آ خدائي تنهنجي.
قيمتي هرڪ کي ناز و ادائي تنهنجي
۱- تو مقبل حسن جو هڪڙو مان آهيان طالب.
ڪري جهان کي چريو جلوه نمائي تنهنجي
۲- هر ڪوئي طلب رکي مهر و وفا جي جالي.
ٿئي جهان فدا ڏسندي سچائي تنهنجي
۳- ڪيان تو صدقي وفا ڪان مان بار بار ڪيان.
ملي جا قرب ۾ مولڪي ٿي وفائي تنهنجي
۴- خدا شل دلبرن ۽ جن جون والائي هيڪر.
جنهن دل آه مولڪان هاء جدائي تنهنجي
۵- هميشه تنهنجي ئي خدمت ۾ گداگر آهيان
هي ڪنائي تو ڪهڙي مهر و وفائي تنهنجي
۶- زندگي وصل جوان موت جدائي ليڪن.
موت کان سخت ڏکي آه جدائي تنهنجي
۷- ملڪ خادم کي اوازيو جي پنهنجي خدمت ۾.
هفت اقليم جي شاهي آ گدائي تنهنجي

۱۰/۴۷ مخدوم محمد امين "امين" خلف مخدوم محمد سالم صاحب ٻچي والدت ۱۲ ذوالقعد ۱۳۳۲هه ساڪن هالا پراڻا الڪريڪٽر السمڪر حيدرآباد هڪ خوش نوجوان آهي.

## اتفاق

رکن ھاٿ ۾ جي بھر اتفاق
منو سپ ۾ سمجھن اکر اتفاق

شھد جي مکين کان سکن ھڪ سبق
جو شيرين لڳائي شکر اتفاق

ٿو حشمت پري ھڪ ضعيفن ۾ او
رکي بادشاهي اثر اتفاق

ھچي کو اهڙا لڙقي جو راز
چئج ان بشر کي نہ کر اتفاق

## نماز

شاه و گدا جو فرق نہ آهي نماز ۾
کيڏو خدا يا لطف آ تنهنجي نياز ۾

مومن کري ٿو ياد مساوات جو سبق
هيءَ راز غير کي نہ اچي امتياز ۾

سيرت ۾ پائيءَ جي سرشتي سوا پلا
محمود غزنويءَ جيان ٿو هو اياز ۾

عکس محترم مسٽر غلام رضا صاحب پنهور (انٽر سائنس عليگ ايس - ٽي - سي) مرحوم ميان اوراز علي خان جو قابل جراح ۽ سنڌي الطبع ازرک جو فرزند، مخدوم غلام حيدر هاءِ سڪول هالا ۾ انگريزي ماستر آهي ۽ ساڳئي وقت عليگڙھ يونيورسٽيءَ جو طالب علم.

١٠- يا الاهي! لون رضا کي طائف و توفيق ڏي
فيض سان تون عالم اسلام کي ڪر فيضياب

٤٥ مخدوم محمد زمان صاحب "طالب" ولد جناب مخدوم غلام محمد صاحب (ولادت ؛ محرم الحرام ١٣٣٨ھ) هالن لون جي انهيءَ نامور خاندان جو چشم و چراغ آهي جو سڄيءَ سنڌ ۾ ايثار و ثروت جي لحاظ کان مشهور آهي صاحب موصوف هڪ زنده دل نؤجوان قابل شاعر آهي خانداني پرورش ۽ اعليٰ تعليم جي ڪري سندس طبع سليم ۽ مزاج فهيم ايتري ته ترقي ڪئي آهي جو نه رڳو سنڌي زبان ۾ مگر اردو ۽ فارسيءَ ۾ به کين شعر گوئي جي رواني حاصل آهي.

## زندگي

چا بتايان دوستن کي داستانِ زندگي
آهي بي منزل اڃا هي ڪاروانِ زندگي

١- دردِ فرقت ۾ ٿيو آ وقت جو منهنجو بسر
مونکي الهم آه انتي کجهه نمانِ زندگي

٢- حسرت و رنج و الم آه و فغان دؤرِ فراق
هي سڀئي گل زيب آهن گلستانِ زندگي

۳- هر چه پيش آيد ترا غمگين مشو هرگز مثال
درد و غم بسيار هستند در جهانِ زندگي

۴- ٿيءُ پريشانيءَ کان بيدل ڪم هرگز، صبر ڪر
هي نه آهي صرف هڪڙو امتحانِ زندگي

۵- راهرو! هرگز پريشان ٿي نه، ڪجھ همت به ڪر
از پسِ گرد و غبار آ ڪاروانِ زندگي

۶- هي گلِ ارمان نه هرگز ٽوڙ تون طالب سندا
التجا سڀ آخرين اي باغبانِ زندگي

## نمونه اردو

میں جو روتا ہوں بہت سمجھو کہ ہنسنا ہے یہی
جب تصور سے ہم آغوش ہو ملنا ہے یہی

۱- اے زہے جب درد ہی دل میں تو وہی زیست ہے کیا
میں یہ دعوی سے ہی کہتا ہوں کہ مرنا ہے یہی

۲- وہ جو کہتا تھا کہ خوش ہو نہ کرو یاد مجھے
قہر تو یہ ہے کہ میرا ہی تو جلنا ہے یہی

۳- یاد آتا ہے مجھے جب وہ حنا کا انداز
کیا کہوں خون کا آنکھوں سے ٹپکنا ہے یہی

۴- وہ تبسم وہی گفتار معشوقانہ کی یاد
طالبا مجھ سے کلیجے کا نکلنا ہے یہی

ھڪ ڏينھن جو ذڪر آھي جو ھڪ خوش مزاج دوست مخدوم صاحب جن اڳيان ھڪ شعر پيش ڪري جواب طلب ڪيو. اتفاق سان طالب صاحب جو دوست مرحوم سيد وھان خان متخلص به "صھبا" اصل وطن شڪارپور ھو، سا مجلس ۾ موجود ھو. مرحوم اردو سنڌي بلوچڪي پنجابي ۽ فارسي زبان ۾ قابل شاعر ۽ اھل مثل مھدي ھو. مخدوم صاحب جھڙي صاحب پڙي سندس شمع. زندگي ٢١- محرم الحرام ١٣٦١ھه ۾ وسامي ويئي. جواب طلب شعر ھي ھو:-

چھائي ھوئي گھٽا ھو چھلڪتے ھون آب جو
طائرن اڙا رھے ھون ڪسي سمت خوش گلو
آئي ھو ٺنڊي ٺنڊي ھوا اٿتي ھو
اور ھو شراب و خلوت و معشوق روبرو
زاھد تجھي قسم ھے جو تو ھو تو ڪيا ڪرے؟

انھي شاعرن في البديھه جواب ھن ريت ڏنو.

طاعت ڪاي اٿي ڇوڙ ڪے پاؤن په گر پڙے
فوراً ڀهي اس صنم ڪو وه سجدا ڪرے
"طالب"

زاھد ڪي ڪيا مجال فرشته ڀهي ھو اگر
پي ڪر شراب سجده ڪے سجده ڪيا ڪرے
"صھبا"

۱

پر به اهڙوئي دلچسپ مثال ذکر آهي جو حضرت
ب هيءَ مصرع زبان تي آندي

موتي ليڀهن ۾ ليا ڀو لاٽو لياز جو

سيد صاحب يڪدم فرمايو

سيد وڪيو موتي سهڻي صورت جي ساز جو

چنڊ گرهڻ جي دلڪش نظاري کان طالب صاحب
يڪدفعي متاثر ٿي في البديه هيءَ شعر فرمايو

کس کے غم میں چاند تجھ پر یہ سیاهي چھا گئي

فوراً سيد مرحوم فرمايو ته

یا کسي ناشاد عاشق پر طبیعت آ گئي

اڄ ڪلهه سيّد مٺن شاه صاحب حيدرآبادي جي
فرزندن سيّد حيدر شاه ۽ سيّد حسن شاه صاحب جن
جي رونق افزائيءَ سان مخدوم صاحب جن وٽ
دلچسپ مشاعره ۽ علمي مناظره ٿيندا آهن.

۲۸ ميان محمد عيسيٰ صاحب "عاجز" هڪ
نوخيز مرثيه خوان شاعر آهي سندس ذريعه روزگار
ٽيلي جي هنر آهي جنهن ۾ هڪ لاثاني
ڪاريگر آهي.
ٽ ينهن سختيءَ ۾ سڄي، تو کوله محشر کان وڌيڪ
ٿم وارو ماڻهو ڪير اچو رتب اکبر کان وڌيڪ

ٿيا سوين سورهيه جهان ۾ رستم ۽ افراسياب
ڪيا اُهو شان شجاعت ۾ ڪو حيدر کان وڌيڪ

آهه بيشڪ حسن يوسف بي مثل عاجزا مگر

سوهڻن ۾ سڄڻ جي نه ڪوئي دوست دلبر کان وڌيڪ

٧٤٢ سرگواسي ٺوڪنداس .لالڪومل هاڪي لهاڻيءَ
هڪ خوش خلق جوان هندو مسلم اتحاد جو حامي ٿي
گذريو آهي اخبارن جو ايجنٽ هو ۽ ڪجهه قدر
اچارس ۾ به حصو وٺندو هو. هالن جي هندن ۾ علم
۽ ادب جو خصوصاً شعر جي دلچسپي نه هئڻ ڪري
هيءَ هڪڙوئي هندو دوست آهي جو هالن جي شاعرن ۾
ليکجي ٿو.

( ١ )

ڪر نه تون ڀارت کي بدنام - پياري ڀارت کي بدنام
هندو مسلم ۾ ڇو وير
گهرتون ٻنهي جو هردم خير
ناهه ٻنهي ۾ ڪوئي غير
جو ڪعبي ۾ سو منجهه دير
هر جا جلوه ظهار جو نام   ڪر نه تون ڀارت کي بدنام

( ٢ )

هندو مسلم جو تڪرار
جهڳڙن کي ڏس سو جود ازار

۸۱ مليحه محترمه تخلص "اختر" خلف خليفه حاجي عبدالرحمان صاحب هڪ تعليم يافته ۽ ذهين ۲۵ ورهين عمر جو نوجوان شاعر آهي لنڊيڪي جمار جو ليڪري علم و ادب ۾ ڪافي دسترس ٿو رکي گهڻو شعر عشقيه چيل انس ۽ ڪجهه قومي پڻ.

## موت بهتر

منّت جي مال و زر کان غربت جو موت بهتر
ذلّت جي زندگيءَ کان عزّت جو موت بهتر
۱- مسجد مان اچ ملا نڪرين حجري مان اڪر حافظ
خلوت ۾ اچ رهڻ کان خدمت جو موت بهتر
۲- مسلم جنا ناز مسلم رحمت جا راز مسلم
حسرت جي هن جيئڻ کان هجرت جو موت بهتر
۳- ناهي حيا کو لوڪي اي نوجوان مسلم!
ورطت جي وارثيءَ کان وقعت جو موت بهتر
۴- اسلام آه اعليٰ مسلم نهي ٿو حاڪم
اسلام ۽ غلامي؟ غيرت جو موت بهتر
۵- دشمن جي لي مقابل ميدان ۾ آءُ اختر
تلوار کڻ هٿن ۾ همت جو موت بهتر

محترمه فخرالنساء صاحبه مونس عالمن نون جي هڪ نوجوان پرده نشين شاعره آهي ابتدائي تعليم کالسوام کيس ڪاله تدريس حاصل ڪ آهي الهي مذهب لطيف جي شوق ۽ قدرت جي روحاني امداد ...

...اعرانه ۽ علمي خزانه جا ضامن آهن ۽ بقول فردوسي

اين سعادت بزور بازو نيست
تا نه بخشد خداي بخشنده

...صوف جي شعر ۾ جدت، بندش، رواني ۽ اثر ...آهي في البديه شعرگوئي ۾ خاص ملڪو حاصل ...بهر حال "عطر آنست ڪه خود ببويد نه ڪه عطار ...يد" سندس نمونه ڪلام جون خوبيون خود ئي ...دس قابليت جون متعارف آهن.

## نظم دو قافيه

اوهانجي حسن تي حيران ٿي پاڪ ذات رهي
نگاهه ناز تان قربان ٿي ڪائنات رهي

ملڪ ۽ جن و بشر خاص اهنجي خدمت لئه
حضور پاڪ ۾ هر آن ٿي حاضرات رهي
اوهانجي نور مان خلقيو خدا جهان سارو
اوهانجي رحمت باران ٿي هر جهات رهي

اوهانجو اسم مطهر آ ورد قطع غم
بهر طراز سان آسان ٿي مشڪلات رهي
اچي ٿي حامي و همدرد اي حبيب خدا
دل حزين پريشان ٿي ذهن راحت رهي

زبانُ هوندس ناقص ڪندي مدح ڪهڙي
مگر هي حال ٿيا خوان ٿي هر صفات رهي

(٣)

هرشي اول جي آ انجامُ غم -
صبح عشرت جو ٿئي ٿو شامُ غم

١- جنهن ٿي ڀانئن لئه خوشيءَ جو ڪيل آد -
مبتلا ٿي سڀ ٿيا خاص و عامُ غم

٢- هر قسمِ دلبرڪان دل آهي حزين -
دل ٿي دامنگير سودا خامُ غم

٣- ڪافرِ راحت بڻايو آخرين -
اڄ سڪونِ قلب کي اسلامُ غم

٤- صحبتِ جانان جي لئه صيّاد عشق -
اف! ڇڏيو آهي ڦڪيڙي دامُ غم

٥- جنهن ڏني قدرت آ منهنجي حال تي -
پيا ٿين هڏرا ڪئين اقسامُ غم

٦- هوندسا ذوقِ مسرت کي وسار -
نوش ڪر ٿو نيٺ بولدو جامُ غم

جو آ رحيم مطلق رحمت آ عام جنهجي
روز جزا جو مالڪ آ داور مڪرم
ڪريون ٿا تنهنجي پالهپ هر صبح و شام هر پلا
توکان مدد گهرون ٿا اي بيڪسن جا همدم
ڏيکار راه آهي جا مستقيم جنهن لئي
هلندا هوا هميشه پالها جيڪي مڪرم
جن کي ڏنا تو آهن انعام بي انهايت
تون جن کان دائمي خوش جي توکان راضي هردم
ان واٽ کان بچائج جا آ غضب جي لائق
جنهن تي ٿيا ڪي گمره باشندگان عالم
مقبول هئي دعا ڪر مسلم جي يا الاهي!
محمد شفيع جي آهي هيءَ التجائي پيهم

(١٠) خاڪسار محمد عبدالحي "سليم" خلف مرحوم الحاج قاضي سليم الدين صاحب ابڙو. ولادت (١٢ نومبر ١٩١٨ع) جنهن جي باوجود مڪمل نوڪري ۽ ڪار جي ملازمت هوندي به علم و ادب ڏانهن رغبت جو نتيجو هي ننڍڙو "شعرائي وطن جو تذڪرو" آهي اگرچه هي تذڪرو به سنڌي ٻولي شمار ٿيڻ جي مستحق آهي سنڌي قليل اشاعت عملي ۽ ناقص ... فرمائي هن عزت افزائي جي لائق ته آهي مگر ... مشهور شعراء سان آشنائي ڪرائي ڪري قبول.

جمال همنشين بر من اثر كرد

وگر نه من همان خاكم كه هستم

...دا ولد اكبر شاه ۾ مقبول اشعار جي طفيل
...س اشعار كي به قبوليت جو شرف نصيب كري
...قيمت محمود كري ۔ (آمين)

## علم

۱- هڪ علم ٿو پڙهائي بيديني و بيڪاري۔
هڪ علم ٿو سيکاري هشياري و پرڪاري

۲- هڪ علم جي سکيا سان الحاد کان بيزاري
هڪ علم مان ملت جي حق ڪوشي و حقداري

۳- هڪ علم مان قومن ۾ تفريق جي بيماري
هڪ علم جو حاصل آه همسايہ سان غمخواري

۴- هڪ علم جي آخر آ ناڪامي و بيڪاري
هڪ علم جي وسعت سان لولاڪ جي سرشاري

۵- هڪ علم ڏياري ٿو اڻ هوند ۽ ناداري
هڪ علم سان سکجي ٿو اخلاق ۽ دينداري

٦- هڪ علم اميرن لئہ پيدا ڪري لاچاري
هڪ علم غلامن ۾ پيدا ڪري بيداري

۷- هڪ علم مان محڪومي
هڪ علم مان سرداري
هڪ علم مان مظلومي
هڪ علم مان مختاري

## عمل

ميدانِ ڪارزار هِن دنيا کي ڀون تا
ٿيءُ مرد ۽ ڏيکار ڪا مردانگي انسان!
لاهي عمل نه زندگي آ خاڪ جي اجاءِ
آهي عمل ته تنهنجي زمين تنهنجو آسمان.

(٢)

تاريخ قديم جي سان حاصل ڪو سبق ڪر
تنهن نقشِ قدم تي تون عمل ڪر اي مسلما!
نيڪي نه مرندي موت پڻ شايد مري پوي
شل تنهنجي زندگي ٿئي پڻ لاءِ رهنما.

## عشق

جا رجت اعليٰ شرابِ عشق ۾ رنگرائجي
عاشقن کان قرب جي ڪٿڻي سان سو ڪترائجي
درد جي ڏاڳي ۽ سوئيءَ سچ جي سان سبرائجي
بره جا ڏيئي ٽڪا سو تاڻ سان تهرائجي
پروٽي ان ۾ جڏهن پرين کي پوءِ پهرائجي

## غزل

مرے ميخانہ ميں مهمان ہے مهربان کوئي
مرے ميخانہ ميں ہے مائل احسان کوئي

١. کوئي مدهوش ہے ابھ هوش ہے کوئي بيهوش
کوئي حيران ہے انگشت بدندان کوئي

- مشتاق عشق و وفا مين هے شمع کا بنده
جلوهٔ حسن مين پروانه هے سوزان کوئي

- نقش نقاش مين آتا هے وه نقاش نظر
سجدهٔ حسن مين هے طالب ايمان کوئي

٣- هجر جانان مين هے جسطرح سے سرگشته سليم
عين اسطرح نهين سوخته سامان کوئي

## دعا

١- يا الاهي لطف پنهنجو مونتي کر هر دم مزيد
رحم مونتي کر هميشه کر نه رحمت کان بعيد
٢- يا الاهي پنهنجي نعمت کان نه مونکي دور کر
بادهٔ الفت پياري مست ۽ مخمور کر
٣- هر دو عالم جي سعادت کان مونکي مسعود کر
سرخرو دنيا ۾ کر ۽ عاقبت محمود کر
٤- غير کان نفرت ڏياري محو- حب- خويش کر
تير- الفت سان مونکي مجروح ۽ دلريش کر
٥- پنهنجي طاعت ۽ غلاميءَ ۾ مونکي منظور کر
کر عطا انس و محبت منهنجي وحشت دور کر
٦- سهو غفلت کي مٽائي ذوق- طاعت کر نصيب
دور مونکان کر شقاوت ۽ سعادت کر نصيب
٧- فقر جي حالت ۾ منهنجو شان سلطاني رهي
شادي و غم ۾ هميشه سجده پيشاني رهي

# هالا

هر طرح علم ۾ بي مثل تو هالا چئجي
سنڌ ۾ هند ۾ دنيا ۾ به يڪتا چئجي
گرچ اغيار ڪجهه رشڪ ڪان تسليم نه ڪن
پيش منصف جي مگر علم جو دريا چئجي
هنر و حڪمت ۾ ٿيو غيرت يونان بيشڪ
باليقين بحر ادب، مرڪز شعرا چئجي
باعث فيض ٿي مخدوم جي عالي درگاه
نور يزدان ۾ منوّر سا سراپا چئجي
مخزن گوهر اسرار تصوّف اعليٰ
چشمهٔ بزم سخن مجمع علما چئجي
شان شايان ۾ عجب شهر اسان جو اختر
قابليّت ۾ ڀلي منظر دنيا چئجي



٨- تن ۾ جيسين آهه دم باقي ۽ باقي دم بدم
موٽ کي رک نقش قدم مرسل تي تون ثابت قدم

٩- جلوه. ڪاذب فنا ڪريان مان پنهنجي آه سان
نقش. باطل کي مٽايان ضرب الا الله سان

١٠- نعمت. دنيا ۽ دين سان مولڪي ڪر تون بهره مند
حوصلو ڪر منهنجو عالي منهنجي همت ڪر بلند

١١- لطف تنهنجي لاءِ پاڙائي تو عبدالحي "سليم"
شوميءَ. اعمال ڪان آ جنهنجي تي حالت سقيم

١٢- بارها اوتي ويو آ تابع. نفس. لئيم
عفو ڪر ان جون خطائون تون اهين راحم رحيم

يا الاهي! بحق پاڪ رسول
تذڪره از "سليم" ڪن مقبول



هي ڪتاب علي بخش محمد يوسف احمد زئي
آفتاب پرنٽنگ پريس، صدر بازار حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپيو
۽
قاضي عبدالحي سليم (هالا نوان) ڇپائي پڌرو ڪيو.

# تازه ڪلام

بس خاموش ڪي پوڇيندي انسان ڪيترو
ـن ظاهر تي اچان تون هوندي حيران ڪيترو

وٽ سنڀالي اقتضائي نفس نادان جو لگام
ڙين اسپ هوس کي ڏيندين ميدان ڪيترو

. دل هڪڙي ننڍڙي ڪشتي - موجزن درياءِ عشق
ـ! رقابت جو اني روڪيندين طوفان ڪيترو

- ليڪ رسوائي ڪندو هيءُ عشق جانان عام ۾
ه! سانڍيندين سيني جو سوز پنهان ڪيترو

- دشت غفلت ۾ وڃائي واٽ وڃين راهرو!
پنهنجي منزل جو پڇائيندين تون نشان ڪيترو

- دور آ مقصد جي منزل جنهنجي نامعلوم راه
بي سمر بنده! لتاڙيندين بيابان ڪيترو

- دل ڏني آهي تو اميد وفا تي الغياث
دل ڏئي بي درد کي آهين پريشان ڪيترو

(س) ۴-۶-۱۹۴۴ع

